# دادن فقير جو ڪلام

(چونڊ ڪلام)

مرتب

علي گل ڪوسو



# دادن فقير جو ڪلام

(چونڊ ڪلام)

رحمت علي جاوري

مرتب

علي گل ڪوسو



روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2007ع

**Roshni Book No. 385**

ڪتاب جو نالو: دادن فقير جو ڪلام
مرتب: علي گل کوسو

ڇاپو پهريون: © روشني 2007ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد،
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

**قيمت: -/36 رپيا**

**DADAN FAQIR JO KALAM**

by: **Ali Gul Khoso**

Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2007

**اسٽاڪسٽ**

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
پٺاڻي ڪتاب گهر، گاڏي کاتو - حيدرآباد
سڪندري بڪ ڊيپو - ڪپرو + ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو + نوراني بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ - دادو
جنيد بوڪ ڊيپو - دادو + مرچو لال بوڪ ڊيپو - بدين
رحيم بڪ ڊيپو، بدين + عزيز ڪتاب گهر - بنراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر + الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز - سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
تهذيب نيوز ايجنسي، پنج گل چوڪ - خيرپور ميرس
قاسميه لائبريري - ڪنڊيارو
اشرف بڪ اسٽال، نوابشاهه + مڪتبه عزيزيه، کهڙا
محمد يوسف ميمڻ نيوز پيپر ايجنٽ، مورو

# حمد

اي ملڪ جا مالڪ هيءَ مون کي معاف خطا ڪر
بس پنهنجي محبت جي ڪا ادراڪ عطا ڪر
منزل کان فنا جي مون کي نزديڪ بقا ڪر
مخلوق جي خالق سگهو مشڪل کي رها ڪر
هر جاءِ ۾ هر رنگ ۾ هر هنڌ وسين ٿو
تون پنهنجي قدرت کي پيو پاڻ پسين ٿو

سمجهان ٿو سوا تنهنجي بنا ڪي نہ بنا مان
آ شوق ٿيان تنهنجي محبت ۾ فنا مان
شب روز ڪيان، بس نہ ڪيان تنهنجي ثنا مان
پر پورا ڪندس ڪين لکي شان پنا مان
تون ربّ اسان انس چا هستي آ اسان جي
دنيا ۾ گهڙيون چار هي وستي آ اسان جي

تعريف جي لائق آ وڏا تنهنجي وڏائي
هر طرف سنڌ آهي بي پايان بنائي
اعدا کان نبي عيسيٰ جي عزت تو بچائي
يوسف جي وري مصر ۾ قيمت تو ڪرائي
فرعون کي موسيٰ جي هٿان مات ڪيو تو
نمرود جو گم لات و منات ڪيو تو

ڇا ڇا مان ثنا تنهنجي ڪريان خالق و اڪبر
آ راز خفي تنهنجي عجب واليءَ! مظهر
گر ڪنهن تي تئين راضي تہ بي پرکي ڏين پر
بيشڪ آ وڏي هستي سنڌ ۽ خلق جا پرور
سرڪار اڳيان تنهنجي ٻي سرڪار زير آ
مان دل ٿو ڏيان توکي تون دل وٺ نہ دير آ

دنيا جي زماني کي تو رنگين بنايو
سبحان عجب تو هي پنهنجو سير ڪرايو
ڪم تنهنجو ڪنهين کي نہ ڪڏهن سمجهہ ۾ آيو
ريءَ ٿيڪ جي اي نيڪ تو آ عرش اڏايو
اظهار وري حسن جو گلزار ڪيو تو
ڪو ڪنهنجو تہ ڪو ڪنهنجو دلي يار ڪيو تو

ڏسُ! اهنجي روش منهنجي نہ ڪر پنهنجي عنايت
غالب نہ رهي مون تي عدون جي عداوت
رک منهنجا خدا منهنجو سدا عشق سلامت
هن حال جي معلوم آ توکي ٿي حڪايت
"دادن" کي فقط آسرو تنهنجو ٿئي خدايا
تون بخش مون عيبن ۾ گهڻا وقت وڃايا

ڪڏهن شدت ڪڏهن شفقت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن رحمت ڪڏهن زحمت ڏسو الله جي قدرت

ڪڏهن فرحت ڪڏهن فرقت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن حسرت ڪڏهن نصرت ڏسو الله جي قدرت

ڪڏهن اُلفت ڪڏهن ڪُلفت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن نوڙت ڪڏهن نفرت ڏسو الله جي قدرت

ڇا دنيا ۾ ٿئي ٿو حال ڏس دنيا جي پيارن جو
ڪڏهن عزت ڪڏهن زلت ڏسو الله جي قدرت

ڪِٿي راڻيون ڪِٿي راڻا، ڪٿي ياڳين سدا ياڻا
ڪٿي عيش آ ڪٿي عِشرت ڏسو الله جي قدرت

ڪٿي دارا سڪندر آ، ڪٿي رستم پلمبر آ
ڪٿي تخت آ ڪٿي تُربت ڏسو الله جي قدرت

ڪٿي آ تخت شاهي ۽ ڪٿي آ تاج شاهاڻو
ڪٿي هيبت ڪٿي هشمت ڏسو الله جي قدرت

حسينن حُسن وارن جا نيا ويا مڙهه مُقامن ڏي
ڪٿي سيرت ڪٿي صورت ڏسو الله جي قدرت

دليون مَنجي ويون ماڻهن جون ماٺهون پيو ويا مٺجي
وئي برڪت پئي حرڪت ڏسو الله جي قدرت

نمازي آ نہ ڪو ڪو آ، جي غازي آ ڪو ڪو آ
چڙهي وئي چوٽ تي بدعت ڏسو الله جي قدرت

جنهين وٽ آهي ناڻو سو سياڻو آهہ پوءِ توڙي
سندس ٻولي هجي ٻَٽ ٻَٽ ڏسو الله جي قدرت

پنهنجي ڪان پوءِ تي هڪڙو پيو دمر دنيا ۾ اي دادن
ملي ٿي ڪين ڪي فرصت ڏسو الله جي قدرت

○

جو برعرش - برين آهي سو خود اهلِ زمين آهي
جو آهي لامڪان سو دل جي ڪعبي جو مَڪين آهي

پري بانهي ڪان ناهي هو هميشه هم نشين آهي
سميع ۽ بصير آهي هو داور دانابين آهي

اي همت وارا ڇو اڄ تنهنجي همت نُڪتچين آهي
درِ اغيار سجده ۾ جهڪيل تنهنجي جبين آهي

اهو ڪم جو ڪري عاقل جو بلڪل بدترين آهي
سڃاتو جن خدا پنهنجو انهن کي آفرين آهي

سندس رحمت جو دريا جوش ۾ ايندو جڏهن "دادن"
گنهگارن کي بخشيندو اهو دل کي يقين آهي

منهنجي قدير پاڪ جي قدرت دراز آ
مالڪ سڀ مُلڪ جو ئي بندهہ نواز آ

گردش عبس زماني ڏس تنهن کي ڇا ڪندي
جنهن جي مٿانهن دائمي رازق جو راز آ

ناهي ڪو خوف حشر قيامت جو جيڪڏهن
يادِ خدا ۾ دل هي سدا سرفراز آ

ڪهڙو ڪيان بيان عيان شان ڪبريا
ساري جهان جو، جو قوي ڪارساز آ

حضرت رسولﷺ پاڪ سندس يثربي حبيب
جنهن جي شفا تي، پنهنجي گناهن تي ناز آ

هردم سنيال خالق و اڪبر کي دادنا
لاريب جنهن جي ذات وڏي بي نياز آ

مديني وڃان مصطفيٰ چوندو چوندو
تنهان پوءِ نجف مرتضيٰ چوندو چوندو

حسين ابن حيدر ڪسڻ وقت تائين
ويو دشمنن کي دعا چوندو چوندو

ابوجهل آخر جهنم کي پهتو
نبي پاڪ کي چا مان چا چوندو چوندو

محمّد کي معراج جي رات خالق
ڏئي هٿ پيو صلي عليٰ چوندو چوندو

محمّد جي تعظيم خاطر خدا خود
اٿيو ـ بردي مان مرحبا چوندو چوندو

مران هن جهان مان اڳي پوءِ اي "دادن"
رسولِ خدا جي ثنا چوندو چوندو

O

يارسول الله چڏ ديدار جون ڪولي ڏريون
پرجهلا توکي ڏسي آجيون ٿين عيبن ڀَريون

توکي ڏسڻو آ ڪنهين کي عشق جي اک سان ڏسي
جا ڏسي سگهنديون سڄڻ توکي انڌيون ان جون ڇَريون

ٿيا شڪي شمس و قمر تارا ڪتيون ٽيڙو ٽنگڙ
حسن تنهن کي ڏسي حيران ٿيون حورون پَريون

سرمو پاتو طورسينا جو پي اکڙين ۾ مگر
خاڪ پاتم تنهنجي در جي تڏهن تا اکڙيون ٺريون

آهي بي ادبي چمڻ ۾ تنهنجي پيرن جون پنيون
چپ مٿان ٿين پير هينان تنهن ڪري چمچن تَريون

يارسول الله ڪر تون درد ”دادن“ جا دفع
تون ڪرين جنهن تي نظر ٿين بي خطر ڪوٺيون ڪَريون

يارسول الله مان توسان مديني ۾ اچي
روبرو ڪولي ڪندس آهن ڳجهيون ڳالهيون ڳريون

○

ناشاد مصطفيٰ کان دلشاد ٿي آيو
برباد جو هيو سو آباد ٿي آيو

موصوف هر صفت آ سردار مرسلن جو
هر عيب کان محمّد آزاد ٿي آيو

آدم کان ابتدا ۾ مظهر هيو محمّد
آدم جو بعد ۾ هي اولاد ٿي آيو

خير النساء جو بابو حَسنين جو آ نانو
مشکل کشا سندس جو داماد ٿي آيو

امي نہ ڇئہ نبيءَ کي شاگرد آ خدا جو
دنيا جي عالمن جو استاد ٿي آيو

آذار عاصين جو مهندار بيکسن جو
بيداد جو اي "دادن" هيءُ داد ٿي آيو

○

نہ ٻارن سان نورالهديٰ ڪيڏندو هو
اگر ڪيڏندو هو جدا ڪيڏندو هو

سڏڻ ايندا ها مڪي جا ٻار ليڪن
نہ ڪنهن سان وجي مصطفيٰ ڪيڏندو هو

ڪتين سج ۽ چنڊ تارن سان مرسل
وجي خادم الانبيا ڪيڏندو هو

حويلي ۾ حضرت اڳيان آمنہ جي
ڪٺي پنهنجي ننڍڙي عصا ڪيڏندو هو

اي "دادن" ڪنهين ڪي لٽ ۽ ڪنهين ڪي مڪ
ٻتن سان رسولِ خدا ڪيڏندو هو

○

مونکي شال ڏاتر ڏيکاري مدينو
قسم آهه تو ساهه ساري مدينو

مدينو اهو جنهن ۾ روضء مُحمَد
وِهان ڪيئن هتي مان وساري مدينو

مديني کي ويجهي پوڻ وقت ڏاڍو
ٿيا خوش پري کان نهاري مدينو

مديني جا ماڻهو سيئي منهنجا سائين
وڏو شان تو شرف ڌاري مدينو

ٻهاري جي هوندي مان ڏاڙهي سان "دادن"
ڪريان صاف سارو ٻهاري مدينو

علي جو مان غلام آهيان علي منهنجو امام آهي
سوا در حيدر و صفدر ڏسڻ ٻيو در حرام آهي

علي بااحتشام آهي علي بااحترام آهي
علي دائم مدام آهي علي قائم مقام آهي

علي آ ذات جو مظهر علي آ نورِ پيغمبر
علي اطهر علي اڪبر علي خير الانام آهي

علي آهي ولي الله علي فخرِ خليل الله
علي آهي لسان الله علي ناطق ڪلام آهي

عجيب آهي مجيب آهي اديب آهي حبيب آهي
نقيب آهي نجيب آهي حقيقتِ جو نظام آهي

علي جي مئہ جو جنهن "دادن" ڪيو پرنوش جام آهي
اهو زنده قسم آهي خدا جو تاقيام آهي

○

پسند آ خدا کي صداقت علي جي
آ افضل کان افضل عبادت علي جي

سندس در تان خالي سوالي نہ موٽيو
بيان ڇا ڪريان مان سخاوت علي جي

ٿيو تعمير ڪعبہ علي جي ڄمڻ لئہ
ٿئي ڪاٿي مان نہ تہ ولادت علي جي

اکڻ جي ادب سان اڳيان مصطفيٰ جي
هئي بطن مادر کان عادت علي جي

سو رحمت ۽ شفقت جو حقدار ناهي
رکي ٿو جو دل ۾ عداوت علي جي

نہ تخت ۽ نہ تاج ۽ پارس ٿو گھرجي
فقط مون کي گھرجي عنايت علي جي

اهو ويندو جنت ۾ ڪيئن ڪيستائين
نہ هوندي جنهنکي اجازت علي جي

نبيءَ ۽ عليءَ جو آ هڪ نور "دادن"
زيارت نبي جي زيارت علي جي

٥

دشمن خدا جو خاص آ دشمن حسين جو
ٿيو امتحان عشق ۾ حسن حسين جو

چاليهہ ڏينهن گذري ويا تنهن ڪان بہ پوءِ ٿيو
افسوس آهي مومنو ٿيو مدفن حسين جو

اڪبر بہ ٿيو شهيد ۽ قاسم پيي ٿيو شهيد
سارو اجاڙ ٿي ويو گلشن حسين جو

خيمي ۾ اهلِ بيت جي محشر ٿيو بپا
عباس مارجي پيو دلبر حسين جو

"دادن" هي ڪهڙي چيز آ دادن غلام آ
دادن جو سر حسين جو دادن حسين هو

٭

اي شام شاهان پير مغان لال قلندر
لاثاني لقب تنهنجو آ لڄپال قلندر

هت شاهہ نجف بلڪ مدينو پيو حرم پيو
مومن جو ٿئي حج ٿو هر سال قلندر

اُت غير جي قبضي کان اقصيٰ ڏي ڇڏائي
ڪڻ ڏاڏا جي تلوار زره ڍال قلندر

آهيون نہ ڳجها توکان تون پنهنجو ڪرم ڪر
ڪر پنهنجا برن ساڻ ڀلا ڀال قلندر

○

شهنشاهه شهباز منهنجي مدد ڪر
اي حيدر جا همراز منهنجي مدد ڪر

قسم ٿئي علي جو علي جي ٻچن جو
طبيعت آ ناساز منهنجي مدد ڪر

دوا ڪين ڪنهن ڪان ڪريان تو آقا
اوهان ۾ اٿم آز منهنجي مدد ڪر

قطب مست ۽ رند اولياء ڪن ٿا
اوهان جي مٿان ناز منهنجي مدد ڪر

هي راڻي ڪان "دادن" جا سيوهڻ ۾ سهٽا
تون ٻڌ جلدي آواز منهنجي مدد ڪر

○

عمر مونکي سانگي سنيارينڊا هوندا
مون نماڻيءَ جون راهون نهارينڊا هوندا

مزي سُاڻ پيا مال چارينڊا هوندا
پٽن پاسي گڏجي گذارينڊا هوندا

اُني جو اباڻا ڏٽن کي تڙن تي
پلر پاڪ پاڻي پيارينڊا هوندا

ڪندا چا تو حاڪم کي مسڪين ماڻهون
خدا پنهنجي کي بس پڪارينڊا هوند

ڪندا ياد هوندا مون ناقص کي "دادن"
نہ وارث ولهي کي وسارينڊا هوند

○

ريءَ سنگهارن رات، هيئن نہ پوي مونکي هت هيڪاندي

عُمر انهن لاءِ نيڻ تمن ٿا، پنهوارن جا پور پون ٿا
وائي سندن ٿم وات، ڪيئن ڪريان آهيان بيوس باندي

هي گهہ ڪائڻ ڪاچ خوراڪون، ڪين وٽن پٽدار پوشاڪون
مال محل محلات، ٻن تنهنجا زر زيور چاندي

لوئي چڏي پٽ ريشم پائڻ، سون تي پنهنجا سيڻ مٽائڻ
مُرڪ نہ مارن ذات، ريت سندن ساٿيهہ سهاندي

جاڪون لذيم ڪيت سان لائون، تاڪون دادن ڏيب ڏنائون
ڏاج ڏڪن جي ڏات، ورهيہ ڪان آهيان وار نہ واندي

○

پڇو ٿا ڪهڙيون خبرون، مان وڏي آزار ۾ آهيان
نہ آهيان پنهنجي وس ۾، بس وڃي پيو تار ۾ آهيان

دلِ نادان تي ڪهڙو الائي پيو اثر آهي
نہ پنهنجي ڪا خبر آهي نہ ٻئي ڪنهن جي خبر آهي
ٻُڏل اهڙو خدا ڄاڻي، خيال يار ۾ آهيان

نہ راحت آ نہ رخصت آ، نہ فرصت آ نہ فرحت آ
قيامت تي قيامت آ، مصيبت تي مصيبت آ
تري تي سِر کنيو بيٺو، سِر بازار ۾ آهيان

قسم آهي خدا جو پاڻ تي ڪنهن خار ۾ آهيان
وڏي آزار ۾ آهيان، انتظارِ يار ۾ آهيان
اي دادن ڇا ڪريان ڏاڍي پيل ويچار ۾ آهيان

○

ڪٺي هوت هنج مان اوني ويا اڏاٽا
ڪندي پنڌ پيرين ٿيم سنڌ ساٽا

پري سات آيا ٿيا مهمان مُنهنجا
ڦُري ويا ٿيءَ ڪي اديون ڏير اهنجا
اويلو آسر جو وڏي ور سڏاٽا

ٿيس پاڻ اڻ جاڻ، ڪيم ننڊ پياري
مون غفلت ۾ گهاري سڄي رات ساري
صُبح جو سنڀاليم، ڏٺم پينگ پاٽا

ٿا دادن اکين مان وهن نير نيڪر
ڪوهيارل جي سرڪاڻ هڪوار هيڪر
جبل منجهه جنڏيون اڏيندس اڏاٽا

○

جانب يار ڪري ويو جوڳي،
در در ٻين وڃايان مان

نانگ ڳچيءَ ڳل ويڙهي سيڙهي،
خاڪ لڳين سر لاهيان مان
جانب يار ڪري ويو جوڳي...

ٿرن برن جهر جهنگلن ۾،
ڏونهيون روز دکايان مان
جانب يار ڪري ويو جوڳي...

گيڙو رتڙا پائي ڪپڙا،
ڪن ۾ ڪنڊل پايان مان
جانب يار ڪري ويو جوڳي...

دادن درد ڳجهو هي دل جو،
ڪنهن کي سور سڻايان مان.
جانب يار ڪري ويو جوڳي...

○

انهيءَ يار کي حيف هزار هجن،
جيڪو يار تئون سر کي فدا نہ ڪري
تنهن سان ڪهڙو وفا جو ڪڄي قدم،
جو وفا جي عيوض وفا نہ ڪري

ڪنهن کي درد پنهنجي جي ڏانهن ڏيان،
ڪو ٻڌائي مان ڪاڏي ٿي ڪاڏي ٿيان
جيئن مون سان ٿي گذريو آهي،
تيئن دشمن سان بہ خدا نہ ڪري

مُنهنجي يار جي ٻاري ۾ يار اوهان،
جيڪي بہ چيو بيڪار اوهان
آهي ڪهڙو بہ مُنهنجي اڪين سان ڏسو،
مُنهنجي اکيان سندس ڪو گلا نہ ڪري

سوا يار سڄڻ جي ٻيو نہ ڪپي،
مونکي ڪنهنجو علاج ٿو ڪونہ ڪپي
جنهن کي مرض محبت جو آهي لڳل،
تنهنجو ڪوئي طبيب دوا نہ ڪري

ڪجهہ دادن پاڻ کي خيال نہ آ،
ريءَ ڪنهن بہ ڪشالي ڪمال نہ آ
سارو جڳ هي جدا ٿي وڃي تہ وڃي،
هڪ جانب يار جدا نہ ڪري

ڪڏهن ايندين يار پيارا،
سهڻا سهڻيءَ صورت وارا

تو لئہ آهي ساهہ اداسي،
بيوس وئي آ دلڙي ڦاسي
ڪر ڪو قياس خدارا،
سهڻا سهڻيءَ صورت وارا

رهڻ پري جو آهي قيامت،
ڪانہ ٿي گذري سڪ جي ساعت
وٺن ٿا ڪين نظارا،
سهڻا سهڻيءَ صورت وارا

هيئن نہ حجابي توکي جاني،
آخر آهي دنيا فاني
سورج چنڊ ستارا،
سهڻا سهڻيءَ صورت وارا

تنهنجي درشن لاءِ، ديوانا،
عاشق توتي يار يگانہ
ڪيئي ”دادن“ پارا،
سهڻا سهڻيءَ صورت وارا

پيچ وٽن ڪان سور پڪين جا، جي وريا ڪين واهيري

ستگتي سارن راهون نهارن،
هو موٽن پاڳن پيري
پيچ وٽن ڪان سور پڪين جا...

پڳئون پيرا ڇڏيئون آکيرا،
ويا ساجهر ويل سويري
پيچ وٽن ڪان سور پڪين جا...

ماريءَ ماريا ڳاريءَ ڳاريا،
آيا ڪين اويري
پيچ وٽن ڪان سور پڪين جا...

دادن دلبر دل وارن جا،
ويا جيرا جلائي جيري
پيچ وٽن ڪان سور پڪين جا...

○

دلدار ڏيو دلداري، ڇڏ ريت وسارڻ واري

ماڻن تنهنجن ماري ڇڏيو آ، ڳڻتين تنهنجين ڳاري ڇڏيو آ
مُنهنجي توبهہ توبهہ زاري، ڇڏ ريت وسارڻ واري

موت نہ ڪنهن کي مور ڇڏيندو، هرڪوئي پرلوڪ لڏيندو
ٻنگ رئيس هجي يا هاري، ڇڏ ريت وسارڻ واري

سهڻا توکي ساهہ ٿو ساري، صدقي ساهہ جي ويهہ نہ وساري
وجهہ گهوٽ نہ ايڏي گهاري، ڇڏ ريت وسارڻ واري

دادن تولئہ آهي اُداسي، بيوس وئي آ دلڙي ڦاسي
ڪر ڏار نہ دلبر ڏاري، ڇڏ ريت وسارڻ واري

○

جيئن تون ٿو ڪرين، تيئن ڪير ڪري
جيئن مان ٿو مران، تيئن ڪير مري

تو اهنج ڏئين آزار وري
تو صدما ڏين صدبار وري
تہ بہ تنهنجي سڏڻ تي يار وري
جيئن مان ٿو وران، تيئن ڪير وري

بس ڪهڙو بہ آهيان ميرو مندو
تڏهين بہ اوهان جو آهيان بندو
تي ٻارڻ برهہ جي باهہ سندو
جيئن مان ٿو ٻران، تيئن ڪير وري

هل حسن سندا هبڪار ڏسي
رفتار ڏسي گفتار ڏسي
سڀ سهڻا سندءِ سينگار ڏسي
جيئن مان ٿو نران، تيئن ڪير وري

پيچ ياري نہ مون ڪان يار مٺا
مل "دادن" سان دلدار مٺا
هنئن ڳٽتين ۾ غمخوار مٺا
جيئن مان ٿو ڳران، تيئن ڪير وري

○

تنهنجي وڇوڙي وڏو يار ماري
ويندس ڏکن جا مان ڏينهڙا گذاري

هتڙي نہ ڪنهنجو، اڄ آهي ڪوئي
هڪ جهڙو آهي، نہ هي جڳ سڄو ئي
جنهن سان چڱو هَل، دشمن آ سوئي
اها ڳالهہ ڏاڍي پئي پساري

آهيون مسافر، ماريا وڃون ٿا
تڏهين ٻہ تنهنجا، تورا مڃون ٿا
سڄڻ جي سانگي، نہ پيرو پڇون ٿا
تون تہ اسان کي، وئين وساري

جيڪو ڪوڙ جاڻي، سو پل موج ماڻي
ظاهر ٿي پوندو، اڄ يا سڀاڻي
جيڪي تو ڄاڻي، رب پاڪ ڄاڻي
ائين ئي چيو آهي، ”دادن“ ويچاري

○

مونکان ياري نہ پيچ منهنجا يار سڄڻ
اڃي سنت لهي وڃ سار سڄڻ

جهڙي رات اٿم تهڙو ڏينهن اٿم
مٿان غم جو اُنو ڪو مينهن اٿم
توسان نندڙي لاڪون نينهن اٿم
هئاسين ٻڌڙن ۾ ٻئي ٻار سڄڻ

منهنجا يار تون مونکي ڪولي ٻُڌاءِ
توکي ڪيئن ٿو جڳائي رهڻ جدا
تنهنجي لاءِ اکين مان ڇاٽي خدا
روئندي روئندي نهي پيا نار سڄڻ

وئي دل جا هٿن مان ڪيئن وري
ڪٿي ڪوئي ڪيڏا حيلا ڪري
ساري "دادن" توکي ٿو سڏڪا ڀري
ڏاڍي تنهنجي لڳي وئي تار سڄڻ

○

ڏکيا ڏينهن ٻه ٽي، ويندیسِ قيد ڪٽي
سکيا سانگي وسن ٿا سنگهار جتي

ڏسان ڏوتين کي مولا ماڙ ڪري
هن ڪوٽ جي پرور پاڙ پٽي

مري عُمر وڃان جي تنهنجي ملڪ اندر
تہ ٻہ اڇجائن اباڻي لوڙهہ لٽي

ڏسان ٿي تہ ڏسڻ ۾ ٿو ملير اچي
پِنا پونگا هوندا، پئي برسات وسي

ڪيو ٻاجهہ ڇڏيو ويچاري هن دادن کي
مان پنهواري بندي، مُنهنجا مارو ڪٽي

○

هيڏي اک تي سجڻ ڏس پٺي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي
ڇاڪنئون محب وئين مُنهن مٽي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي

تُنهنجي تابش تاب تَون ۾، سُهڻا سائين سمجهہ سَوَن ۾
ڪونہ عشق جي بازي ڪٽي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي

توسان ڪو نہ چلي ڪو چارو، ويو ساهہ سَنڌن مان سارو
بحري باز مثل وئين جهٽي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي

رُنين جانب يار جڏهانڪون، تُنهنجي سِر جو قسم آ تڏهانڪون
نٿو مرض اندر جو هٽي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي

سارو زهر لڳي ٿو زمانو، ”دادن“ تنهنجو يار ديوانو
جيڪو ڏينهن ڏکن جا ڪٽي، ڇڏيئي دل ڦٽي ڦٽي

٥

عجب اڄ زمانو مزيدار آهي
ڪو اغيار آهي ڪو دلدار آهي
ڪو غدار آهي ڪو غمخوار آهي
ڪو هشيار آهي ڪو بيڪار آهي
ڪو زردار آهي ڪو نادار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

اُتي ٿي محبت اُتي ٿي عداوت
اتي ٿي رفاقت اتي ٿي بغاوت
اتيئي حڪايت اتيئي شڪايت
اُتيئي شرافت اتيئي شرارت
ٿيو ياءُ ڪان ياءُ بيزار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

مٿن مائٽن سان هلي وئي محبت
اتيئي آ الفت اتيئي آ ڪُلفت
پيارو آ پئسو نہ آهي اخوت
ڪِلن ٿا سُجي ٿي خدا جي آ قدرت
سڃي ماڻهوءَ ڪان سڀڪو بيزار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

ڪي شيعا ڪي سُني، ڪي دهريا وهابي
ڪي سچا صحابي، ڪي ڪوڙا ڪسابي
انهن کان سواءِ ٻيا پي ڪيئي ڪتابي
ڪڏي ملڪ مئون ڪين سگهيا خرابي
تباهي جو ڪارڻ هي تڪرار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

ڪو عادل هزارن ۾ عادل ڏسان ٿو
ڪو ڪامل هزارن ۾ ڪامل ڏسان ٿو
ڪو عامل هزارن ۾ عامل ڏسان ٿو
انهيءَ سان ٻہ شيطان شامل ڏسان ٿو
جي خود پاڻ ناهي تہ مٿ يار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

نئون روپ آهي نئون رنگ آهي
نئين چال آهي نئون ڍنگ آهي
پيُنِ ڪي پٽن: پي ڪيو تنگ آهي
ڌين جي مِني ماءُ سان جنگ آهي
هي ”دادن“ قيامت جو آثار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

O

دنيا ۾ چند گهڙيون باقي اسير آهيان
ٿورو ڪو وقت هاڻي زنده اخير آهيان

مارڻ کان اڳ ۾ ماريو مان خوفِ قدير آهيان
تندرست مان نہ آهيان ضعيف ۽ ظهير آهيان

اڄڪلهہ جي دوستن کان بلڪل سدير آهيان
ڳالهين ڳهير ناهيان، مان يڪ ضمير آهيان

سڄڻن جي واسطي جڻ مان ڪنڊ ڪير آهيان
دشمن جي دل ۾ ڪان ۽ مثلِ تير آهيان

شاهين آهيان مون کي گهرجي نہ آشيانو
هڪ جاءِ منهنجي ناهي بي گهر سفير آهيان

محتاج ڪنهنجو ناهيان الله کانسواءِ مان
مفلس مان آهيان ليڪن دل جو امير آهيان

ڳولي وجهان وڏا ڪي ماڻهو مان جيل اندر
پر مان وزير ناهيان، ”دادن“ فقير آهيان

○

چيم دلبر مون ڪان ڇاجي ڪري منهڙو لڪائين ٿو
چيائين گوڙ ڇڏ ناحق اجائي مار ڪائين ٿو

چيم اي بي رحم تو لئہ خدا ڄاڻي مري ويندس
چيائين مر ڀلي تان مر، مون کي ڇئي ڇا ٻڌائين ٿو

چيم توتي خدا وٽ مان ڪندس فرياد قيامت ۾
چيائين ڏي ڀلي جان ڏي پنهنجو ويسهہ وڃائين ٿو

چيم درويش "دادن" ساڻ ملڻ واري ڪندين ڪڏهين
چيائين تان ڏسي رهجي پڇي پڪ ڇو ڇمائين ٿو

○

ڪنهن کي حال ٻڌايان، دلڙي دردن ماندي
ڍولڻ سُڌ نہ لهي ٿو، پورل سُڌ نہ لهي ٿو

سورن ساڙي ڇڏيو آ، ڳُٽتين ڳاري ڇڏيو آ
ور اوٓ سهڻل يار، ساهہ هي ست نہ سهي ٿو

باهہ برهہ جي آهي ٻاري مُنهنجي توبهہ زاري
اکين مان آب ٿيو جاري، واهڙ وانگي وهي ٿو

توبن "دادن" ساري روئندي رات گذاري
ناهي قلب قراري، هينئڙو هنڌ نہ رهي ٿو

○

دغا باز سان دل دوباري نہ رک
محبت بہ نقصان واري نہ رک

خزاني سندو خرچ ياري نہ رک
اگر ڪار ڏارين تہ لاري نہ رک

دلي دوست پنهنجو جواري نہ رک
بچائين فصل چور هاري نہ رک

ميان ٿي متي تي تغاري نہ رک
جي چانگي سان مارين تہ چاري نہ رک

دلاسن تي ”دادن“ بهاري نہ رک
ڏکيو سر جو واپار جاري نہ رک

○

ڏسان تنگ ڏاڍو ٿو سارو زمانو
ٻڌايان ڇا کولي سچو داستانو

عدالت آ ورلي مگر عام ناهي
وڏي ڪوڙ جو ويو آ هر جا بهانو

ڪميٽن جي بهتر اُڌي آبرو وئي
هٽي ٿو شريفن کي هر ڪوئي طعنو

"ڪريمان" "گلستان" پڙهي جي جڏهن ڪو
سڏائي پيو مولوي سو ٿو يگانو

ٻڌم بلبلين جون جتي باتيون ٿي
اتي ٿي چِٻن جو ويو آشيانو

مٽن مائٽن مان مٽي وئي چڏائي
نہ چاچو نہ مامو نہ ڏاڏو نہ نانو

خدا کان سوا خوف ڪنهنجو نہ "دادن"
پلي سچ ۾ ڪنهن جو ڦري ڪارخانو

○

اڄوڪي ڏينهن ۾ ڏاڍو ڏنو مون يار کي يارو
مگر افسوس آيو ڪين منهنجو دوست دل وارو

سوا ديدار دلبر جي چلي ٿو ڪين ڪي چارو
ڪري پنهنجو اسان جي گهر ۾ ايندو قرب ڪوهيارو

نہ آهي ذات تائين ڏات جنهن کي ڏئي ڏٽي منهنجو
افعالن جي ڪري سهٽي ڪان وڏ آ لک دفعا ڪارو

عجيبن جي ڪيو الفت اندر ۾ آهي اوتارو
خبر هوندي انهيءَ کي جيڪو ڦاٿو هوندو مون پارو

سچي سِڪ جنهن کي آهي سوئي ٿيندو آهي سوپارو
منو بلڪل مٺن ماٺهن ٻئي هٿ جو آ ڪٿو ڪارو

پنهنجي محبوب جو عاشق مان نالي آهيان "دادن"
سڏن درويش ٿا ڪي ۽ سڏن ٿا ڪي تہ سونارو

د

دل غضب ۾ وئي ملي بس داد دل جو ڪونہ ٿيو
دوستو اهڙي جيئڻ کان موت منهنجو چو نہ ٿيو

سک ڦٽائي ڏک پرايم واهہ جو سودو ڪيم
جو مون پنهنجو پائيو ٿي چاڪنئون منهنجو سو نہ ٿيو

عام چوٽي آهي ميندي زور جي لڳٽي نہ
رنج جو ڪنهن سان ملڻ جهڙو ٿيو تهڙو نہ ٿيو

يار جي خاطر اسان جو سِر ويو تان سون ٿيو
هيڏي قرباني منجهان پيي داد "دادن" جو نہ ٿيو

○

مون ڪِريي جو حيا ڪري ڪوئي
منهن جي دک جي دوا ڪري ڪوئي

جيئن مجبور مان ٿي پيو آهيان
تيئن نہ ٿي پئي خدا ڪري ڪوئي

هر ڪو عيبن ۾ پيو پريو آهي
ڪونہ ڪنهن جي گِلا ڪري ڪوئي

هن جيئڻ کان مري وڃان "دادن"
مون ڪي اهڙي دعا ڪري ڪوئي

○

ٿجي عاشق تہ سر ڪارو خواري جو ڪٽڻ گهرجي
لٿي لوڙهو ملامت جو ٽپو ڏيئي ٽپڻ گهرجي

ٿجي بي سر ڏجي پو سر نہ ڏسجي ڪنهن نصيحت ڪي
ڪشالو قرب وارن لئہ چوڻ ڪهڙو ڪرڻ گهرجي

اگر ڪنهن جاءِ تي ويچار واري گفتگو ڪائي
ڪچهري ۾ ڪجي پنهنجي تہ ٻئي جي پي ٻڌڻ گهرجي

جتي الفت صداقت ۽ محبت ناهي ڪنهن منهن جي
تہ آزي سان اُتئون پنهنجي پڙي ساجهر پٽڻ گهرجي

خدا ڄاڻي سموري زندگي ۾ "دادنا" مون ڪي
نہ گهرجي دور دنيا جو فقط هڪڙو سڄڻ گهرجي

○

مان خادم آهيان سارو خدا جي خلق ساري جو
اٿم رستو نندي توڙي وڏي سان قربداري جو

اي منهنجا دوست تون ڇا واسطي پابند ٿيو آهين
گذر آهي مزو دنيا ڪميٽي ٻوٽ ڪاري جو

اچي ويجهو ٿيو ٿئي وقت سايو ڪر سواري جو
سنياليندي سيئي ڳالهيون ٻڌي پيغام ماري جو

ادا مسلم ڇو تو ڪان وسري ڪم ويو دينداري جو
ونين پاسو نہ ٿو افسوس تون مسجد سونهاري جو

نہ ٿي گمراهہ ڪڻ ڪجهہ پاڻ سان توشو تياري جو
شڪار آهين ٿيو شيطان جي ڇو يار ياري جو

جواني پنهنجي مولا کي ڏئي مان سرخرو ٿيندس
سُجهي ”دادن“ پڄاڙي ٿو اٽانگو بار باري جو

ن

مدت کان بعد اڄ وري دلبر تو ياد پئي
بي اختيار شوخ ستمگر تو ياد پئي

بي اختياري چاهي هو هر هر تو ياد پئي
بي دادگي ۾ دل جو هو پٿر تو ياد پئي

سالن ڇهن جو باوفا ڇو ڪر تو ياد ئي
جو ننڊو هيو نپايو سو نينگر تو ياد پئي

پرين جي در جو ڪتو پنيهر تو ياد پئي
هيڪر تو ياد پئي وري ٻيهر تو ياد پئي

هن شوخ جي زبان مبارڪ منجهان چئو
هٿ هٿ تو ياد پيئيم ۽ مر مر تو ياد پئي

آهي قسم خدا جو اي "دادن" غريب سان
دل ڪين ٿي لڳي ۽ تونگر تو ياد پئي

○

ڪيوسين سِر جو سودو پر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو
مزو الفت جو اي دلبر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو

عبس نڪري پيو آخر نتيجو دل لڳائڻ جو
پچاڙي تائين شعلہ گر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو

عجب آهي پرن هوندي پرن وارا ويا رهجي
ڪري پرواز ويا بي پر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو

حڪم موجب حقيقت جي ڏکي ڏاڪڻ مجاز آهي
منو توکي ۽ مون کي ڍر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو

پلا .لاغرض بي پرواهہ ڏاڍا يار "دادن" جا
پرين پيارا پري پيکر نہ تو سمجھو نہ مون سمجھو

○

سچي ڪر اي ادا قاصد اچڻ وارا ڪڏهن ايندا
مريض عشق کان پيارا پڇڻ وارا ڪڏهن ايندا

سراسر چاڪ سيني جا سبڻ وارا ڪڏهن ايندا
دلاسو درد وارن کي ڏيڻ وارا ڪڏهن ايندا

سڀاجها خوش طبع ماڻهو ڪلڻ وارا ڪڏهن ايندا
گهڻي مدت کان وڇڙي سان ملڻ وارا ڪڏهن ايندا

اُتر وارا ڪڏهن ايندا ڏکڻ وارا ڪڏهن ايندا
هلڻ وارا ڪڏهن ايندا گلڻ وارا ڪڏهن ايندا

قريب الموت تي محبوب پيو مان آهيان "دادن"
اگڻ منهنجي پرين پيارا گهمڻ وارا ڪڏهن ايندا

○

منهنجا منا اوهان لاءِ دلڙي ڪباب آهي
رڳ رڳ ۾ راتيان ڏينهان تنهنجو رباب آهي

ڪاغذ لکيم منا مل، ورندو مليو نہ مشڪل
ارمان خط ۾ بلڪل ڏاڍو جواب آهي

ليڪن تڪيندي تارا گذري ٿي رات پيارا
ٿي موم دل خدارا ڏاڍو عذاب آهي

"دادن" چوي ثنا گر آيو هلي اوهان در
درويش ڪان اي دلبرِ ڪهڙو حجاب آهي

○

سور وارن کي سڄڻ سائين ستائيندو نہ ڪر
درد ۾ دل درد وارن جي دُکائيندو نہ ڪر

جوش جهل خاموش رھ، وڍ سر اجهو حاضر حبيب
ڪر قتل ڪڻ تيغ خنجر چئي ڀڄائيندو نہ ڪر

خون منهنجي مئون پلي هٿ لال ڪر پنهنجا پرين
مون ڪسڻ آهي قبوليو آزمائيندو نہ ڪر

سڀ مٿي صورت پرستي جي مزي ۾ "دادنا"
ٿي سگهي تان سور سھ نہ تہ نينهن لائيندو نہ ڪر

○

بدڪار اگر اهيان ايمان تہ اهي
هن سيني ۾ سڪ سوز جو سامان تہ آهي

صورت ۾ بدلجي نٿو حيوان تہ آهي
انسان اڃا شڪل ۾ انسان تہ آهي

هر وقت شريعت جو نہ پابند آ ليڪن
هر ڪلمي پڙهڻ وارو مسلمان تہ آهي

ديوانئہ محبت کي رهڻ لاءِ جهان ۾
آهي نہ خيابان بيابان تہ آهي

هي ڪيڏو بہ "دادن" آ گنهگار خدا جو
پر سرور عالم جو ثناخوان تہ آهي

○

ستائي ٿو انسان، انسان کي
نہ سمجھي ٿو نقصان، نقصان کي

جڏھن ويچ خود پاڻ بيمار آ
چئون ڇا جو درمان، درمان کي

شريف آدميءَ کي نوازي نٿو
نوازي ٿو شيطان، شيطان کي

ڏنو پٽ ڇُٽي جو اجھو ٿو اچي
ڀڄائي ٿو دربان، دربان کي

ڏٺم ڪنھنجي اوطاق ۾ "دادنا"
سھي پيو نہ مھمان، مھمان کي

○

اينڍڙ زماني جو تون ذرا انتظار ڪر
بي فائدو هوا ۾ حياتي نه غار ڪر

اڄ مُنهنجي ڳالهه تي تون سچي اعتبار ڪر
هڪ رب تي ٻيو پاڻ تي پنهنجو مدار ڪر

ٻئي جو شڪار ٿو ٿئين، ٻئي کي شڪار ڪر
نالو سڄي جهان اندر آشڪار ڪر

بي اعتبار تي نه ڪڏهن اعتبار ڪر
جو اعتبار جهڙو هُجي سوئي يار ڪر

بيڪار ٿي نه ڪار سان اُٿ جار ڪر
ڪجهه ڀروسو خدا تي رکي روزگار ڪر

نوڪي نڪي ڪو، ڳولهي وفادار يار ڪر
ڪنهن نانگ جي ٻچي کي نه پالي پيار ڪر

مرضي سواءِ پنهنجي جي دنيا ۾ "دادنا"
ڪنهن جي مٿانهون ڪين گران زور بار ڪر

○

ستا ڪر سجاڳي سمهڻ بند ڪر
تون غفلت ۾ پنهنجو هجڻ بند ڪر

وڏي وير ٿو واقفيت منجهان
گهٽو اج گهٽن سان ملڻ بند ڪر

نہ راحت رسي روح کي جن وٽان
وري در انهن جي وڃڻ بند ڪر

سياڻو آ اج سيڪو دنيا اندر
چرئي کي چريو پي چوڻ بند ڪر

غلامي ڏي اشراف جي صدق سان
ڪميٽي کي پيرين پوڻ بند ڪر

پڙهين ۽ عمل ڪين ان تي ڪرين
انهيءَ کان تہ بهتر پڙهڻ بند ڪر

برايون تون پهريان ڏس پنهنجون عزيز
پرايون برايون ڏسڻ بند ڪر

بي غيرت جي جائز نہ آهي نماز
بي غيرت سان ڪائڻ پيئڻ بند ڪر

جي غيرت جو مادو آ تو ۾ اگر
تہ گهر واري جو ٻاهر گهمڻ بند ڪر

سڏائين ٿو الله وارو تہ پوءِ
مريدن کان ڦريان پنڻ بند ڪر

جو پئسي جي خاطر وڃائي وقار
انهيءَ ساڻ رشتو رکڻ بند ڪر

مُحمّدﷺ جو آهين اگر اُمتي
تہ ڏيءُ ڏوڪڙن تي ڏيڻ بند ڪر

خدايا تون اڄ پاڻ ڪاليج اندر
ننڍين نينگرين جو نچڻ بند ڪر

گهٽا چوندا هوندا ائين دل اندر
اهو شعر شاعر چوڻ بند ڪر

اجايو نہ ڪنهن تي ڪلو خواه مخواه
بي معنيٰ بي لذت ڪلڻ بند ڪر

دلي حال ڪنهن سان نہ ڪر "دادنا"
خبر بي خبر کان پڇڻ بند ڪر

○

تيو موت مُنهن جي ڪان منيار پيدا
تيس چو مان بدبخت بيڪار پيدا

پيو دل ۾ تي آهي دهڪار پيدا
الائي پيو تي چو انڪار پيدا

ڪيو ڪيئن خدا گُل سان گڏ خار پيدا
تيو پاڻ پيدا ۽ اغيار پيدا

ويو آهي قاصد خبر ناهي ڇا ڪئون
اِڃان چو تيو ڪونہ آ يار پيدا

جدائي جي ڳُڻتين ۾ ڳوڙهن جي يارو
اجهو تو اکين مئون تئي نار پيدا

عدم ۾ هجان هان، چو پيدا تيس مان
جنهن صورت ۾ هو منهنجو دلدار پيدا

اي همراز قانون قدرت جي موجب
محبت ۾ ڪونهي ڪو انڪار پيدا

نہ پيدا هجان هان مان دنيا ۾ هرگز
هجي هان پلي "دادنا" يار پيدا

○

حقيقت جي چوڻ ڪان ڪو جي، منڪر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!
سهي وڃبو جي عادل ٻي، ستمگر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!

لٽائي صاحبِ زر ڪين ڪي تو راہ موليٰ ۾
اندي وٽ مال دنيا جو، ديسر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!

ڏسي خوش ٿي نہ اي زردار، پنهنجا محل ۽ ماڙيون
اگر درياہ وهندڙ جي مٿان، گهر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!

ڪپي ٿي آدمي ڪي پهريان اخلاق جي دولت
ڪجر لاهور جو ڪيڏو، تونگر ٿيو تہ ڇا ٿي پو!

اسان جي قوم غافل ڪي نہ آهي قدر ماڻهن جو
ڪميٽو ووٽ ڪوڙي تي جي، ميمبر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!

اي "دادن" آ حڪومت مستقل الله اڪبر جي
هتي ڪو ٿوري عرصي لاءِ، افسر ٿيو تہ ڇا ٿي پيو!

○

اجا تائين نہ آيو چو، پياري يار جو قاصد
ڪڏهن ڏسنديون اکيون منهنجون، اکين جي نار جو قاصد

الائي ڇا ڪيو مون آ جو، مون ڏي عمر ساري ۾
نہ ڪي دلدار آيو ۽ نہ ڪي دلدار جو قاصد

نہ آيو يار جو قاصد و ليڪن يار ڏي هردم
ويو هوندو دفعا ڪيئي، مون عاشق زار جو قاصد

ٻڌڻ ۾ آيو آهي يار ڏي ويندي وٺي نياپا
وڙهي پيا وات ويندي منهنجو ۽ اغيار جو قاصد

جدائي جي غمن ۾ بس ڏٺي جاٺي اي "دادن" هت
مري ويندا سين ايندو ڪين ڪي منٺار جو قاصد

○

گل اهڙي طرح ٿا هوا ۾ لڏن، ڪو هاڻو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري
هڪڙا ٿا هسن هڪڙا ٿا رسن، ڪو هاڻو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

ڪو رقص جي حالت ۾ آهي، ڪو وجد جي حالت ۾ آهي
ڪنئي آهي شروع پڪواز پنن، ڪو هاڻو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

سو سور سهي آزار سهي، گل خاطر گل جا خار سهي
زخمي ٿي پيو بلبل جو بدن، ڪو ها ٿو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

مر باغ ۾ لطف بهار هجي، گلزار هجي گڏ يار هجي
ڪهڙيون طوطا پکي ٿا لاتيون لنون ڪو ها ٿو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

هڪ ڏينهن نہ هوندو گل ۽ چمن رابيل رتن سوسن ۽ سمن
رهندو نہ سلامت شاخ ۽ پن، ڪو ها ٿو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

ڪري "دادن" هار سينگار نوان، اکين جي اکيان خونخوار نوان
گهمندا ٿا وتن سو سيم بدن ڪو ها ٿو ڪري ڪو نہ ٿو ڪري

○

ڏس تہ مُنهنجي بدنصيبي، جو ٿيو آ يار ڪَڪ
پروسي جهڙو پيارو، دوست دل جو ٺار ڪَڪ

ڪو تہ اهڙو هو زمانو جو نہ ٿيندو هو ڪڏهن
منٿ هڪڙو يي نہ مونکان، ساهہ جو سينگار ڪَڪ

حسن وارن جا ڪڏهن پربور پريل پاڻ ها
اڄ تہ هڪڙو يي نہ آهي، سڀ ٿيا هڪ وار ڪَڪ

منهنجو مون مان آهي اهڙي ريت ٿيو دلدار ڪَڪ
ٿيندو جهڙي ريت آ، نادار مان زردار ڪَڪ

"دادنا" ڪڏهين بہ اُمت پنهنجي هن بدڪار مان
ڪين ڪي ٿيندو قيامت ۾ سچو سردار ڪَڪ

○

مٺو مُحب مُنهنجو مزيدار آهي
جهڙو يار طبيم سوئي يار آهي

اڄايو ڇو پرواهہ ڪيجي ڪنهين جي
ڏيڻ وارو هر ڪنهن کي ڏاتار آهي

سڄڻ پنهنجي اکين ۾ ائين ئي ٿو سمجهان
خدا جي خدائي جو ديدار آهي

هجي زر تہ هر در پلي واقفيت ڪر
سُڃي دوست کان دوست بيزار آهي

ڪنيو آهي سِر تي سهائي مون ”دادن“
محبت جو جيڪو ڏکيو بار آهي

○

دلبر سچو رهي تہ حقيقت کُلي پوي
من وصل جو ڪو واءُ گهڙيءَ ۾ گُهلي پوي

ڏسجي انهيءَ کي رستو، جو رستو ڀُلي پوي
ڇا لاءِ ڪو غريب اجايو رُلي پوي

ڪجهہ ڀي نظر ۾ نہ آ معشوق کان سواءِ
عاشق جي گرچہ سر تي ڪٽي ڇَٽُ جُهلي پوي

چاهي پَري يا حور، اڳيان منهنجي يار جي
سرمو پوي اکين ۾ نڪ ۾ ڦُلي پوي

دلبر سواءِ ڪين رهي دل تي "دادنا"
هر جاءِ هاڪ يار اسان جي هُلي پوي

○

مون ڪان سجڻ پڇي ويو پيرا نوان نوان
روئي ڏسان ٿو يار جا پيرا نوان نوان

هڪڙا جلي ويا، مان جيئڻ واسطي وري
پيدا ڪريان ڪي ٻيا، بڪيون جيرا نوان نوان

مون ڏي ڏسي ۽ پنهنجي ڪهڻ لاءِ دلربا
هر هر ڪاتيءَ کي ڏئي چيرا نوان نوان

گذري ويا اڳوڻا، اڳوڻا جي وقت ها
دنيا ۾ اڄ اچي پيا ڦيرا نوان نوان

اڄڪلهہ تہ ڪيترن جون حسينن ڪري ڇڏيون
دستارون، ڏاڙهيون ڍيريون ۽ ڍيرا نوان نوان

جنهن دل ۾ ڪڏهن ماپي نہ ٿي "دادنا" خوشي
تنهن دل ۾ درد ڪيا، اڄ ديرا نوان نوان

○

تنھنجي اکڙين تي مان ايمان لُٽائي وينس
تنھنجو عاشق ٿي خدا پنھنجو ڀلائي وينس

پيچ تو يار بي پرواهه سان پائي وينس
پنھنجو مان پاڻھين آرام ڦٽائي وينس

اوچتي ڪيئن مان اکيون توسان اڙائي وينس
پنھنجي مان پاڻ لاءِ تقدير بنائي وينس

راهه ۾ سارو ئي سامان ڪسائي وينس
ٻئي جو ڇا پاڻ مان دل پنھنجي ڦرائي وينس

واهه ڪيئن سور پراوا مان پرائي وينس
تو ستمگر جي ڪري جان جَلائي وينس

تنھنجي تصوير تصور ۾ جمائي وينس
ڏوٽي دَر تنھنجي تي بس ديرو ڄمائي وينس

راز اغيار کي ناحق مان ٻڌائي وينس
پاڻ تي پنھنجي قسمت کي کلائي وينس

تنھنجو "دادن" تو چوي، تنھنجي محبت ۾ مِٺا
ناه پرواهه جو سڀ سِر تي سھائي وينس

ياس پي درد پي بي خلق جي رسوائي پي
ٻئجي پيس چريو پي مستانو پي سودائي پي

تنهنجي مرضي تون ڏسين شوخيءَ سان يا نرميءَ سان
موت پي تنهنجي آ چشمن ۾ مسيحائي پي

ٿيندو انصاف ڏسڻ جهڙو قيامت ۾ تڏهن
رب اڳيان ايندو جڏهن ٻڪرو پي ڪاسائي پي

آهيان روز ازل کان مان وٺي اڄ سوڌو
تنهنجو عشاق پي مشتاق پي شيدائي پي

ڇا چوان ڪنهن کي قصور آهه نه ڪنهن جو "دادن"
مون تہ دل هٿ سان ڦرائي پي ڦاسائي پي

ن

اڄا دل چوي ٿي ڪبو يار ٻيو پيو
وري دنيا ۾ ونبو آزار ٻيو پيو

اڳي پي پيتوسين وري پيئبو هاڻي
پريل زهر جو جام تمنار ٻيو پيو

تيندي ليليٰ وانگر ڪا ٻي پي جهان ۾
تيندو مجنون وانگي ڪو نروار ٻيو پيو

ليي پوندو ڪاٿوڻ نہ ڪاٿوڻ اي "دادن"
اڳئين جهڙو خونخوار دلدار ٻيو پيو

○

منافق دوست ڪان دشمن ڀَلو آ
سُڃي ڪان ڪن وڃي سوڪن ڀلو آ

ليي چيني جو ڪاتي ڪين تا ٿي
نڪر جو تنهن ڪري برتن ڀَلو آ

تو ڳل پئجي تہ تئي تو شور پيدا
پري ڪان يار جو درشن ڀلو آ

ڏئي جو ڪينڪي خوشبو "دادن"
انهيءَ ڳل ڪان تہ ڳل جو ڀن ڀلو آ

○

ستائيندي تون اي مِٺا ڪيستائين
رهي مون کان سگهندين جدا ڪيستائين

ڪندين منهنجي وِئو ڳلا ڪيستائين
۽ ڏيندين وري بددعا ڪيستائين

حياتي ڪي هوندي بقا ڪيستائين
ڇڏيندو ڪنهين کي خدا ڪيستائين

جو آهي مرڻ وارو تو لاءِ تنهن جي
ڪندو ڇا ڪو حاذق دوا ڪيستائين

اجائي جو بي عذر "دادن" سا هيئن تون
رنو رهندين ڏس دلربا ڪيستائين

○

جان سورن ۾ وئي سڙي آهي
ياد سڪ جي نہ ڪا گهڙي آهي

هڪ تہ همراز، هم جيس نہ آ
لاتي دردن پيي ڏم ڏڙي آهي

عمر ڀر ڪين ڪي ڇُٽي سگهبو
دوست دل قرب ۾ ڪڙي آهي

جا ٿي خود موت پيي مري ٿو وڃي
ڪيئن وڃي اڪ اتي اڙي آهي

ڪِنِ ڪٿي رات عيش ۾ "دادن"
ڪِنِ ڪٿي روئي رات رڙي آهي

○

ڪشمڪش ۾ زندگي گذري وئي
سڀ حقيقت تي آچي اُجري وئي

تي جواني ختم وئي اهڙي طرح
چڻ هٿن مان ڪا پَري اُڏري وئي

تي سگهيو پنهنجو پي پنهنجو ڪين ڪي
ڪاش پنهنجي اهڙي ڪا اُتري وئي

ٿيو سڪن جو ڪين ڪي حاصل مزو
تي ڏکن ۾ نيٺ دل ڏُٻري وئي

زال دنيا ڪئي نہ مردن سان وفا
رهندو ئي رن گهر کي ڏئي گُهمري وئي

بات بلبل جي نہ طوطي جي تنوار
باغ مان ڪوئل وئي قمري وئي

داد محفل ۾ نہ محفل جو ملپو
پروسي جهڙي سنگت مُڪري وئي

بعد صدمن جي بہ "دادن" بعد ۾
تون نہ سُڌرين خلق سڀ سُڌري وئي

○

ٿو پانيان موت پنهنجو مان وڃڻ دلدار جي ويجهو
جهلي دهشت وڃان ٿو ڪين ڪي مان يار جي ويجهو

دماغ آهي نہ پورو ۽ طبيعت پڻ نہ پوري آ
لڳي وئي تار وڃجي ڪين ٿو ڪم ڪار جي ويجهو

سندس رخسار ويجهو وڃجي ڪيئن جو مار زلفن جو
ڏنگڻ جي لاءِ وينو آ سندس رخسار جي ويجهو

ڪري بر مُنهن هليو وڃبو، هي سمجهي يار ٿو چرچو
وري اچبو نہ اصلي بي وفا منتار جي ويجهو

ڪٽي سون عمر پر توبهہ، چگو ٿيو جو وري پيءِ هر
محبت جي لاءِ وڃبو ڪين ڪي دلدار جي ويجهو

خبر ناهي هي مونکي ڪهڙي بيماري ٿي وئي آهي
جو پنهنجو پيءِ اچي ٿو ڪين مون بيمار جي ويجهو

ڪٽي تلوار مارڻ مُنهنجي لاءِ ايندو تہ اي "دادن"
جهليندس پنهنجو گردن مان وڃي تلوار جي ويجهو

○

وقت ٿو غيرت لتاڙي، ڇا ڪجي؟
ڪاڏي پڄجي ڪنهن ٻي پاڙي، ڇا ڪجي؟

ڇا ڪجي هت سچ چوڻ آهي گناھ
صبر پيي ٿو ساھ ساڙي، ڇا ڪجي؟

ويو وڌي بس بدگماني جو مرض
هرڪو ٿو هڪبئي کي تاڙي، ڇا ڪجي؟

چور ٿو چوري ڪيو ڪلندو وتي
پاڳيو وينو ڳوڙها ڳاڙي، ڇا ڪجي؟

ڪونہ ڪو آهي ٻڌڻ وارو هتي
ڪنهن کي چئجي هنياءُ ڦاڙي، ڇا ڪجي؟

پيون لهي ٿوپيون ۽ پٽڪا پيا لهي
سيڪو ٿي پيو سر اگهاڙي، ڇا ڪجي؟

ڪنهن جي پيي عزت سلامت ڪين آ
گهوڙا گهوڙا ڙي الاڙي، ڇا ڪجي؟

پاڙو پاڙي کي ٿو ڪائي ”دادنا“
ويهجي وڃي ڪنهن جي پاڙي، ڇا ڪجي؟

○

بي سمجهہ ڪي ڇڏي ڏي ٻلي اڳيرو هجي
تاڏي ڏسيس نانگ جو جاڏي ڏرو هجي

هنڌ دوستي جي سودو هجي پر ڪرو هجي
لالچ جو رستو دوست سان بلڪل ڍرو هجي

شرم ۽ حيا جو اک ۾ ذرا ڪجهہ ذرو هجي
اهڙو نہ ڪٿجي بار جو وِت کان ڳرو هجي

ٻن ڏئي انهي ڪي سازجي صدبار دوستو
ڪائڻ جو ڪرو هجي ڪم جو ٻرو هجي

بس ٻيو خدا کان ڪجهہ نہ گهران ٿو اي "دادنا"
هي پنهنجو سر سڄڻ جي جتي جو ترو هجي

ر

گذري ويو جو وقت سو موٽي نہ سارجي
بي سمجھہ ساڻ پنھنجو مٿو ڪين مارجي

اڄڪلھہ بس غريب تي گھر ۾ گذارجي
ٿوري گھٽي ڳالھہ تان جھڳڙو نہ وارجي

اھڙو ڪجي تجربو جو پٿر پگھارجي
دشمن کي ھٿ سان ڪين کي رستو ڏيکارجي

قدرت خداءِ جي آہ اسان ڪئون اي "دادنا"
سو پي ٿھي ٿو جنھن کي نہ پرسان بيھارجي



دشمن ڪنھين جو رب ڪري دلبر نہ ٿي پوي
برپا ڪنھين غريب ڪاڻ محشر نہ ٿي پوي

گمراہ راھہ ۾ ڪو مسافر نہ ٿي پوي
شل رحمدل ڪو ماڻھو ستمگر نہ ٿي پوي

واعدي جي منھنجي يار کي ويسر نہ ٿي پوي
ھائو منھنجا اي دوستو نھڪر نہ ٿي پوي

دانھون نہ ڪري اي "دادنا" دانھن منجھان متان
دل دلربا جي ميڻ مان پٿر نہ ٿي پوي



منهنجا حبيب مون ڪان تون هڪ پل پري نہ ٿي
ڏاڍي بدن ۾ باھہ ٻري ٿي ٺري نٿي

وئي جا هٿن مان دل سان ڪڏهن ٻي وري نٿي
تنهنجي سري ٿي پر مٺا منهنجي سري نہ ٿي

سچ يار آهي، ڪوڙ جي ٻيڙي تري نٿي
جنهن دل ڏٺي سچاتو اها دل مري نہ ٿي

آهي جا ليک ۾ سا ڪڏهن ٻي ٽري نہ ٿي
سڀ ڪجھہ ڪري ٿي قدرت قسمت ڪري نہ ٿي

"دادن" غلام آهي سچڻ تنهنجو عمر ڀر
ڳاري وڏو جدائي، جدائي ڳري نہ ٿي

○

نہ ڪچڻو آ پچڻو آ نہ ڪي تڪرار ڪرڻو آ
اوهان ڪي عار ڪرڻو آ اسان ڪي پيار ڪرڻو آ

هجن پهرا هزارين مر هجن پستل ۽ بندوقون
سڄڻ سائين سنڌ ِ ڪيئن پيِ ڪري ديدار ڪرڻو آ

ڪري بر مُنهن هليو وڃبو انهيءَ اولهہ جي هُن پاسي
اي سهڻا تنهنجي سرتئون پنهنجو هلڪو بار ڪرڻو آ

ضرور اچڻو آ تنهنجي اسپتال اندر بهاني سان
پچاڙي پاڻ کي هٿ ساڻ ئي بيمار ڪرڻو آ

ڏنوسين نيٺ اي "دادن" نتيجو دل لڳائڻ جو
محبت ڪرڻي اڄڪلهہ ڪنهن سان بيڙو غار ڪرڻو آ

○

زماني جون خبرون ڪنڻ جون نہ آهن
ٻڌايان ڇا ٻاهر ڪڍڻ جون نہ آهن

سچيون دليون هرگز رسڻ جو نہ آهن
سِرن جي سٿن ۾ گسڻ جون نہ آهن

جي ٻولين ٻڌيون سي ٽنڻ جون نہ آهن
هزارن جي ضد ۾ هڻڻ جون نہ آهن

هي خون ۽ ڪثوريون لڪڻ جون نہ آهن
گريون ۽ گنجون ڀِي وڃڻ جون نہ آهن

جي بيماريون عشق بازي مان ٿي پيون
سي لقمان ڪنئون ڀِي ڇٽڻ جون نہ آهن

ڏسي بي رُخي ساڻ ٿو اڄ اي "دادن"
اِهي اکيون ساڳيون سڄڻ جون نہ آهن

سِر ڏيڻ ۾ دير مان ساعت نٿو ڪريان
الفت ۾ پاڻ ساڻ ڪفايت نٿو ڪريان

ڪنهن سان به سچ چوڻ ۾ رعايت نٿو ڪريان
دشمن جي ٻي اجايو شڪايت نٿو ڪريان

ڦِتڪيءَ جي مصري ساڻ ملاوت نٿو ڪريان
ڪنهن بي درد آدمي سان رفاقت نٿو ڪريان

سايو ڪري مان ڪا ٻي خيانت نٿو ڪريان
رحمت جي آسري تي عبادت نٿو ڪريان

اي "دادن" هي چاهي جو صدمن کان بعد ٻيي
مان ختم پنهنجي عشقيه عادت نٿو ڪريان

ـــ

اڙائي ديد دلبر سان سِر بازار ٿيو آهيان
ستمر گرمر شوخ بي پرواهہ جو مان يار ٿيو آهيان

بچڻ جو آسرو ڪونهي وڏو بيمار ٿيو آهيان
چوان ٿو پنهنجي قسمت کي سجڻ کان ڏار ٿيو آهيان

رقيبن سان وتي ريڏهو ٿو هو روز شب باقي
پري ٻيڙيءَ سجي ۾ مانِ اچي هڪ بار ٿيو آهيان

اي "دادن" دين مُسلمر تي اسانکي اعتبار آهي
ڪليسا، دِيرُ، مندر کان اچي بيزار ٿيو آهيان

○

ڇو اڄ ڪنهن کي احساسِ غيرت نہ آهي
سو گل ڇا ڪبو جنهن ۾ نگهت نہ آهي

جا دولت حرام آ سا دولت نہ آهي
جنهن عزت ۾ ذلت سان عزت نہ آهي

اڳئين وانگي ماڻهن جي نيت نہ آهي
تڏهن رزق ۾ ڪنهن جي برڪت نہ آهي

هي اهڙو سمو آه جو شير کي پڻ
گدڙ جي غلامي کان نفرت نہ آهي

ڇا مائٽ هجي ڇا هجي دوست "دادن"
ڪنهين کم جي هڪ ٻئي ۾ حجت نہ آهي

○

ڪو زوال آهي نہ مئي نوشن جي مستي واسطي
جيڪي ڪن ٿا ڪين ٿا ڪن پنهنجي هستي واسطي

بت پرستي ٿو ڪريان مان حق پرستي واسطي
عشق آهي ڪين ڪنهن جي زير دستي واسطي

ڪهڙو دنيا ۾ ڪجي غم تنگدستي واسطي
وقت ٿا ويهي وڃايون ٿوري وستي واسطي

انتظار آهي نہ مون کي انتظام روزگار
منهنجو خالق آهي جڏهن رزقِ الستي واسطي

"دادنا" تون چئو طبيبن کي نہ تنهنجي ڪن دوا
ڪافي آ ديدار تنهنجي تندرستيءَ واسطي

○

محبت ۾ انڪار فطرت نہ آهي
محبت کان خود خالي قدرت نہ آهي

محبت نہ جنهن ۾ مصيبت نہ آهي
محبت ۾ سُک سان محبت نہ آهي

محبت سِوا لطفِ ملت نہ آهي
محبت ري جنت پي جنت نہ آهي

محبت سچي جهڙي نعمت نہ آهي
محبت ۾ سر ويو تہ حرڪت نہ آهي

بنا درد "دادن" ٻي لذت نہ آهي
جي فرقت نہ آهي تہ فرحت نہ آهي

○

نہ آهيان مان ڪنهن جي ملاقات جهڙو
ٿو هرهڪ ڪٽان ساهہ سڪرات جهڙو

تڪيندو ٿو تارا وتان روشنيءَ ۾
سڄو ڏينهن مون لاءِ آهي رات جهڙو

ڪندي ياد اڄ پنهنجي پياري پرينءَ کي
اکين آب آندو آ برسات جهڙو

قبول عرض پوندو ضرور دل جو ”دادن“
سندس گهر جو نقشو آ عرفات جهڙو



دنيا کي سمجهي رستو اويڙو ڇڏي ڏنم
عزت بچائي بس متو ميڙو ڇڏي ڏنم

ماٺهو ڇڏيم وطن جا ۽ مائٽ وطن جا ڇڏيم
آباد وسندو پنهنجو ويڙهو ڇڏي ڏنم

طوفان وقت پنهنجي خدا تي رکي ڪري
درياهہ ۾ نصيب جو بيڙو ڇڏي ڏنم

رُخ يار مئون سمجهي ويس اڄ ئي ”دادنا“
حجت جو اڳتي يار سان جهيڙو ڇڏي ڏنم



هزارين حسن وارن جون، ڳٽي ڳٽيون ڳري وينديون
هُنن جو چا هڙئون ويندو، اجايو تون مري ويندي

اگر ڪڏهين رُسي ايندين تہ ايندئي ڪونہ ڪي پويان
سوالي ٿي سندءِ در تي وري پيي تون وري ويندي

اجائي ڪُل وڏائي زيب زيور آ زماني ۾
چڏي هڪ ڏينهن دنيا مال گهر زيور ذري ويندي

نصيحت ڪَنُ ڏئي ٻُڌ منهنجي مُنهنجا دوست دنيا ۾
جي صُحبت بد ڪندي ڪنهن بد خصالت سان ڪري ويندي

شهنشاهہ پاڪ حضرت عشق جي درياهہِ اعظم کان
سچو هوندين تہ هڪدم تار توڪل تي تري ويندي

ٽُٽي سانگا سپيئي ويندا هٿئون آخر ادا "دادن"
چڱاين ۽ مداين جي ڪٽي سِر تي پَري ويندي

○

سياڻو ماڻهو صدمي ڪان بعد ٿيندو آ
ڏکن ڪان پوءِ سکن ۾ سواد ٿيندو آ

ڏٺو مون آهي محبت جي جاءِ تي اڄڪلهه
ضرور ڪوئي نہ ڪوئي فساد ٿيندو آ

شبِ وصل جو جڏهن لطف ياد ايندو آ
تمام عاشقِ ناشاد شاد ٿيندو آ

پرائي هر ڪا مزو چيز ڏيندي آهي پر
هميشه پنهنجي تي گهڻ اعتماد ٿيندو آ

چيم تہ داد سڄڻ ڪر چيائين چُپ ڪر
جي ابتو پڙهبو تہ "دادن" نہ داد ٿيندو آ

○

حال مُنهنجا هن طرح آهن ڪيا ڪنهن يار چٽ
ٿيو جڏهن ڪان آ جدا ٿيا هار ۽ سينگار چٽ

عشق جي سرڪار ۾ نادار چٽ زردار چٽ
اتڪلون چٽ عقل چٽ وهنوار چٽ ويچار چٽ

دل لڳي ڪان پوءِ هجي ڪهڙو به دلبر آ ته آ
پوءِ هجن توڙي ڪٽي اڳلي جا سڀ اطوار چٽ

هاءِ آخرڪار "دادن" گلشنِ الفت منجهان
ويا پکي اُڏري لڳو طوفان ٿيا وڻ ڏار چٽ

○

صدمي ڪان بعد آدمي هوشيار ٿو ٿئي
داڻو ملي ٿو خاڪ ۾ گلزار ٿو ٿئي

تر جيڏي ڳالهه مان وڃي تڪرار ٿو ٿئي
پهريان ٿئي ٿو پيار پوءِ آزار ٿو ٿئي

رازي رهان ٿو هو توڙي بيزار ٿو ٿئي
ڪاوڙ جيئن ڪري ٿو تيئن پيار ٿو ٿئي

گهر جو ته شينهن هرڪو آ پر وقت احتياج
غازي جوان سو آ جو نروار ٿو ٿئي

ٻين ساڻ پنهنجو واسطو ڪونهي "دادنا"
پر پياري پرين جو پاڻ ڪي ويچار ٿو ٿئي

گهڙي پل جي محبت لئہ پرايم سور سالن جا
ڪريان ڇا پيچ پئجي ويا اٽاوا ڪم ڪشالن جا

ڏڪائڻ عشق ۾ جائز نہ ڪنهن کي آهي نہ تہ جيڪر
رقيبن جي مٿان حملا ڪجن پڙچن ۽ ڀالن جا

سڄڻ مُنهنجي وچئون فتني وجهڻ وارا لڪين پيدا
گهٽائي تي پيا آهن ٻٽاڪي پٽ ٻٽالن جا

ڏٺا مون ڪيترائي دل قتيل ديوانا دلبر جي
ڪي چشمن جا ڪي ابرن جا ڪي لب خط جا ڪي خالن جا

ڪروڙين قيس ۽ فرهاد جهڙا گم ٿيا "دادن"
خيالِ يار ۾ صاحب وڏو اونهن خيالن جا

○

جڏهن ڪان آ جانب رُسي ويو رُسي ويو
چوانڪن سان چولو پُسي ويو پُسي ويو

جيئڻ ان جو دنيا ۾ آهي نہ ممڪن
محبت ۾ جيڪو مُسي ويو مُسي ويو

هٿان شوخ نوخيز قاتل جي ناحق
وفادار عاشق ڪُسي ويو ڪُسي ويو

لڱا تير چشمن جا جيڪي جسم ۾
انهن مان نہ هڪڙو گُسي ويو گُسي ويو

نشاني ڏنل پنهنجي ورتئين ورائي
ڪري ٻانهن مُنهنجي ٻُسي ويو ٻُسي ويو

طرف يار ڏي يار خاطر اسان جو
پنڌن ۾ سليپر ڪسي ويو ڪُسي ويو

نہ چئہ ڪنهن کي چئہ پنهنجي قسمت کي "دادن"
اُهو وقت توکان گُسي ويو گُسي ويو

○

هر ڪنهن کي ڏئي ڇڏيا ڏاڍا خودي خمار اڄ
تا وڏن کان پاڻ کي داناءُ سمجهن ٻار اڄ

ڪاٻہ هستي ڪين هُئي جن جي اسان هوندي اُهي
تي پيا آهن ڏسو سي بي خبر بيدار اڄ

هندو مسلم پيشوا اي هم وطن همت ڪريو
وقت آهي تيار ٿيو نعرو هڻي نروار اڄ
پاڻ آهيون پاڻ ۾ پر پاڻ جي پائڻ ڪري
وئي هلي هڪ ٻئي کان، هڪ ٻئي واسطي آڌار اڄ

قوم مان، قومي جنابن مان وئي قوميت ڇڏي
هرڪو صاحب پنهنجي منهن سان ٿو گذاري ڏار اڄ

ٿئي ترقي يافتہ سڄو ملڪ هي پر ڇا ڪجي
مُلڪ وارن مُلڪ ۾ آهي وڌي ڦرمار اڄ

سال پورا ٿي ٿيان. آهن اليڪشن کي ڏسو
ڇا اچا ڪن ٻيو اسان لئہ مُلڪ جا مهندار اڄ

هيڏي ساري اوج هوندي پي وڏو افسوس آ.
ديس کي ٿو ديس کائي دؤر هن ۾ يار اڄ

دادنا هي ڪو سمو اهڙو تہ آيو آهي جو
دوست ٿيندا دوستن کان تا وڃن بيزار اڄ

○

ڏٺيءَ وس آ ڪنهن کي ڏاهي يا ناهي
سوين درد ٿو هڪڙي لحظي ۾ لاهي

انهيءَ کي ڏجي دل جو دل ساڻ چاهي
اجايو وڃي چڙهجي چاڪاڻ ڦاهي

اجوڪي زماني ۾ هلجي سنيالي
پرائي مصيبت ۾ پئجي نه ڪاهي

مزو ۽ محبت جڳهه جنهن تي ناهي
هليو وڃجي پنهنجا سُتت پير ڏاهي

جتي خيال اتڪل اسان جو نه آ
ڇڏائڻ ڪپي جند ڇڏائڻ ۾ چاهي

مندو جيڪڏهن پاڻ ڏادن کي "دادن"
سگهي ڪين پهچي نه سينو ڇو ساهي

○

رڳي رب سچي جي ستاري هُجي
مخالف پلي دنيا ساري هُجي

سُداريندو اُهو چال ٻئي جي ڪيئن
نہ جنهن چال پنهنجي سُداري هُجي

سو کهڙو ڪندو قدر گهوڙي سندو
جو خفتي گڏهہ جو نوناري هُجي

ڏئي اڄ شريفن تي الزام ٿو
جو زاني شرابي جواري هُجي

ڪري مانُ سچ جي چوڻ ڪان هينئر
جنهن کي عزت پنهنجي پياري هُجي

سو ٻاريندو ڪيئن ٻئي جي اي "دادنا"
نہ پنهنجي پلا جنهن ڪا ٻاري هُجي

اڪيون دلدار جي در ۾ لڳايون وينو آهيان مان
سڏيون ديدون سندس در ۾ اڙايون وينو آهيان مان

ڳليءَ ۾ خاڪ تي بستر وڇايون وينو آهيان مان
ٿيو جهڳڙو نہ ڏڪ وڏ گهٽ سهايون وينو آهيان مان

چريو ناهيان پکين کي پي پڙهايون وينو آهيان مان
ءِ ڪيئي نانگ ڪِنگرُين ۾ پنايون وينو آهيان مان

روئي رت سان جسم سارو رڱايون وينو آهيان مان
چرين جي لسٽ ۾ نالو لکايون وينو آهيان مان

جهڳو هٿ سان پنهنجو "دادن" جلايون وينو آهيان مان
جو پاٺهئي پاڻ تي ماٺهون ڪلايون وينو آهيان مان

○

دنيا ۾ جيڪي آيا سي آخر مري ويا
هٿا جاڏهون جا تاڏهون وري ويا

ڇا نيئون، ڇڏي جهان ۾ سيم ۽ زري ويا
سِر تي اُنائي نيڪي بديءَ جي پري ويا

غوراب غرق ٿي ويا ڪن جا عميق ۾
تُرهي سوا ڪي تار منجهائون تري ويا

ڪنهن ڪي ڇيائون ڪين ڇوڻ بعد پي وري
صد آفرين تن ڪي جي سرندي ٿري ويا

فروعون خود پرست ۽ نمرود بت پرست
دوزخ جو ٿي آخر ٻئي ٻارڻ ٻري ويا

بهرام ڪاتي، ڪاتي آ رستم ۽ پيلتن
قبرن ۾ تن جو ماس هڏا پي ڳري ويا

اڄڪلهه ڪو لڳي واءُ ويو آهي اهڙو جو
کهڙا نه سياڻا سيبتا ماٺهون ڪري ويا

اي ”دادن“ سوڙ ويا ساٿ سان سڄڻ
فرقت ڏئي اسان جي ڪري دل چري ويا

مري ويا پيارا وفادار ماڻهون
بچيا باقي بي درد بيڪار ماڻهون

چگو تيو ائين تيو جيئن ٿي رهيو آ
چا ماڻهن مئون چاڻ تا مُردار ماڻهو

ڦُري دل پرائي نہ پنهنجي ڏين تا
هي ڪهڙا نہ آهن مزيدار ماڻهو

نہ واپار ڪر ڪنهن سان دل جو ائي "دادن"
خطرناڪ آهن خريدار ماڻهو

خدايا چا بدلي انهن جي سنّا جي
نہ ماريئي اُهي دل جا آزار ماڻهون

○

بي دادگي جي باري ۾ دلبر ڪان چا پڇان
ڪنهن دير جو سبب سان ستمگر چا پڇان

ٽيٽو جو هو سو ٿي ويو مقدر ڪان چا پڇان
بربادي گهر جي، گهر جو جلڻ، گهر ڪان چا پڇان

ايذاءِ پنهنجي جان جو نشتر ڪان چا پڇان
قاتل جي هوندي خون جو، خنجر ڪان چا پڇان

پرواز آسمان جو، بي پر ڪان چا پڇان
نادار جو مان حال تونگر ڪان چا پڇان

منهن جي سفيني جو آ جڏهن ناخدا خدا
ساحل جو پوءِ نشان، سمندر ڪان چا پڇان

رخصت ڪان پوءِ "دادنا" لطف وصال سان
ديوار در ڪان چا پڇان بستر ڪان چا پڇان

○

ڪاش مون ڪان اي سڄڻ اڄ موڪلايون ٿو وڃي
منهنجي دل تي داغ حسرت جو لڳايون ٿو وڃي

اوچتو ڪيئن ٿو وڃي ڏاڍي ٻُڌايون ٿو وڃي
موت جهڙو مون کي هي صدمو رسايون ٿو وڃي

پاڻ ڪان پو منهنجي گهر ۾ ڇا بچايون ٿو وڃي
مان بچيس سو پيي وري چريو بنايون ٿو وڃي

عمر ڇوٽيءَ ۾ ڪندو هئين ڪين ڪي مونکان حجاب
نوجواني ۾ پلا ڇو منهن لِڪايون ٿو وڃي

ٿيندي بدنامي ٻنهي جي صبر مون کي ايندو ڪين
سُڌ لهين ٿو ڪا نہ ڪنهن جو گهر جلايون ٿو وڃي

ٿو وڃين پر ٿو سهاري ڪنهن جي "دادن" کي ڇڏين
دل نہ ڪنهن سان لائجي اهڙو پڙهايون ٿو وڃي

ن

دلبر ملي تہ منهنجي دکي دل جو غم لهي
بينو لُڪي ۾ آهي نٿو هيٺ دم لهي

ڪهڙي نموني دوستو رنج و الم لهي
پنهنجيءَ تئون ڪين ڪي ٿو ستمگر صنم لهي

ماري وڏو آ يار جي رفتار ڇا ڪريان
هرهڪ قدم حبيب جو لک لک پدم لهي

در دلربا جي جيڪي سوالي انهن منجهان
منهنجو خدا ڪري تہ ڇگي ربت ڪم لهي

آگاهہ ناهہ عام ڪي هن اونهي راز جي
ڪر صبر "دادنا" جو هڏن تئون ٿو چم لهي

٥

ڪين ڪي آئين سڄڻ مون ڪان پڇڻ جي واسطي
دير دم جي ناهي دلبر دم ڏيڻ جي واسطي

پاڻ ڪي ڪو آسرو ڪونهي بچڻ جي واسطي
منتظر آهيان گهڻو تُنهن جي اچڻ جي واسطي

ڪيئي خيراتون ڪيم باسيم سُکائون سو هزار
مون گهڻايو ڪين ڪي آهي ملڻ جي واسطي

ملڪ ساري جا ٿيا معشوق عاشق تو مٿان
حور پي حيران آ تُنهن جي ڏسڻ جي واسطي

بار سيني تي سهي هڪ ٻئي جا وڃبا هئا ڪڏهن
اڄ تہ ڪا اميد ڪانهي هٿ رکڻ جي واسطي

بيو مرض ڪونهي لڳو "دادن" جي دل کي دلربا
بس مرض آهي تہ آهي گڏ رهڻ جي واسطي

(ر)

ڪنهن کي نہ ڇنبو هاٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي
پل سيڪو موج ماٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

الله ظالمن کي بخشيندو ڪين هرگز
سڀ ايندا منجهہ پڇاٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

انصاف جا تي ناهي بس رهٽو تا ٿي ناهي
وجبو لڏو پلاٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

ان ٻاري ۾ وڃي ڇا پنهنجو تہ ڪنهن جي ٻاري
ڇا ڇا ڇيو ڦلاٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

دنيا ۾ شور آهي جنگين جو زور آهي
ڇا ٿيندو اڄ سياٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

ساري ٿو ساهہ جن کي موتائي ماگ تن کي
الله شال آٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

هن ڦهر ۾ اسان کي هن شهر ۾ اسان کي
آندو آ آب داٽي، هرڪوئي پاڻ جاٽي

”دادن“ ادا تون ڪم ڪر گذري جو ڪين غم ڪر
ڪجهہ هوش ڪر نڪاٽي هرڪوئي پاڻ جاڻي

○

هردم پنهنجي خيال کي سنو هلائجي
شريعت کان هرگز نه ٻاهر پير پائجي

حق جي حڪم کي پلا چو لڪائجي
ڪولي مسلمان کي هڪدم ٻڌائجي

پرهيزگاريءَ جو خدا ڪيو حڪم قرآن ۾
چير ٻڌي چو پلا عورت نچائجي

دنيا جي لاءِ نه پنهنجو دين وڃائجي
ڪڏ ۾ اهڙو ڪنيو، تنهن کان پني کائجي

ڪوشش ڪري اولاد کي علم پڙهائجي
ڪياڙي ڪوڙائي ان کي نه ناچو ٻڻائجي

فهم ۽ فضيلت سان ويهي راڳ ڳائجي
ڪدڙن وانگر خوار ٿي نه تاڙي وڄائجي

اهآ نصيحت "دادن" فقير جي دل سان لائجي
پرائي عورت جي پنيان چو پنهنجي هڙ ڦرائجي

○

پروسو رکجي ڏٿيءَ تي ڪين رکجي عام تي
ڪو لکن ۾ آهي پورو آدمي انجام تي

ربّ راضي ناهي دنيا جيٰ گهٽي آرام تي
ربّ راضي آ انهن تي جن ڏنا سرسام تي

مست ٿيو پيو آهي هرڪو پيٽ ڌاٽيون طعام تي
آهي ڪُرسي ڪوچ لئہ ناهي ڏٿيءَ جي نام تي

اي مسلمانو! ادا بحرِ خدا بيدار ٿيو
پيو نہ ڪجھ تہ بہ ڪجھ نہ ڪجھ هلندا هلو اسلام تي

مرغ دل جو ويو اڏامي گلبدن جي بام تي
خالي داٿي لئہ لهي پيو زلف واري دام تي

"دادنا" دنيا جي صحبت آ بي جا تنهن ڪري
وڃ وڃي تون پنهنجي رندن سان جمع ٿي جام تي

○

دادن فقير بہ اھڙن شاعرن مان ھو، جن پنھنجو ڪلام ماڻھن تائين پھچايو. محفلن ۾ مشاعرن ۾ پڙھي توڙي ڳائي پھچايو. سندس ڪلام جو لھجو ۽ ٻولي ٺيٺ سنڌي ۽ ڳوناٺي آھي، جنھن ۾ بيحد گھڻي رواني، سولائي ۽ ميٺاج آھي، جنھن ڪري ئي ھن جي ڪلام ايڏي مقبوليت ماڻي، جو ڪيترن ئي ماڻھن کي سندس شاعريءَ جو گھڻو حصو برزبان ياد آھي. ھن جي شاعريءَ ۾ ڪا فلاسافي ڪانھي، بلڪل سادين ۽ سڌين ڳالھين آھن، دانائيءَ جون ڳالھيون، عمر جا تجربا ۽ مشاھدا ان انداز سان بيان ڪيل آھن، جو اھي پڙھندڙن کي اھڙو تہ دل سان ٿا لڳن، جو پاڻ ئي ياد ٿيو وڃن ۽ موقعي مناسبت سان زبان تي اچيو ٿا وڃن!

**اياز لاکير**

# پڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.<br>
... ...<br>
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛<br>
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛<br>
... ...<br>
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛<br>
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........<br>
... ... ... ...<br>
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،<br>
جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!<br>
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،<br>
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)